# اقامتِ دين: سيرتِ طيبہ جي روشني ۾

# ESTABLISHMENT OF DIN IN THE LIGHT OF SEERAT E TAYYEBA

ڊاڪٽر بشير احمد رند*

DOI: 10.29370/siarj/issue4ar7
Link: https://doi.org/10.29370/siarj/issue4ar7

**ABSTRACT:**
*Modern western world has separated their religion from the matters of state, politics, social and economical life. In other words, for them religion has become one's personal matter, it does not have any relation with collective problems of people. This westernized thought is now slowly and gradually impending in our Muslim society. It is obvious from Islamic teachings that religion is not just matter of one's personal life but it is also associated with the collective human life. Spending individual and collective life under the term of religion is called as Iqamat-e-Din. As Almighty Allah ordered for Iqamat-e-Din to his earlier prophets likewise he ordered the same to his last prophet (PBUH) and his Ummah too. After announcement of his prophet hood, the holy prophet (PBUH) spent his remaining 23 years for the struggle of Iqamat-e-Din and presented the best example for Iqamat-e-Din.The following things are discussed in this article:What is Iqamt e Din(Establishment of Din) ,how much state is important for the establishment of Din, which things are included in the meaning of Din, what are the efforts of Prophet (peace be upon Him) in Makki and Madni life regarding Iqamt e Din and which hurdles he faced and how does the Iqamt e Deen brought changes in the society.*

**KEYWORDS:** Establishment of Din, Sharia, Hudood, Qisas, Tazir, State, Political Government, Nabawi Seerat

**ڪليدي لفظ:** اقامتِ دين، شريعہ، حدود، قصاص، تعزير، رياست، سياسي حڪومت، سيرت نبوي

## تعارف:

**الله تعالىٰ جو ارشاد آهي:**

* ايسوشيئيٽ پروفيسر شعبہ اسلامڪ ڪلچر، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو     برقي پتو: :
bashir_rind2006@yahoo.com

شَرَعَ لَكُمْ مِّنَ الدِّيْنِ مَا وَصّٰى بِهٖ نُوْحًا وَّالَّذِيْٓ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ وَمَا وَصَّيْنَا بِهٖٓ اِبْرٰهِيْمَ وَ مُوْسٰى وَعِيْسٰٓى اَنْ اَقِيْمُوا الدِّيْنَ[1]

”الله تعاليٰ توهان لاءِ اهوئي دين مقرر ڪيو آهي جنهن جو حڪم هن نوح عليہ السلام کي ڏنو هو ۽ جنهن کي اسان توڏانهن وحي ذريعي موڪليو آهي ۽ جنهنجو اسان ابراهيم،موسيٰ ۽ عيسيٰ عليهم السلام کي بہ حڪم ڏنو هو(اسان مٿين سڀني نبين سان گڏ توکي بہ اهو حڪم ڏنو آهي) تہ دين کي قائم ڪيو.“

هن آيت سڀوري ۾ دين کي قائم ڪرڻ يا قائم رکڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي،۽ اها بہ وضاحت ڪئي وئي آهي تہ حضرت نوح، ابراهيم،موسيٰ ۽ عيسيٰ عليهم السلام کي بہ دين کي قائم رکڻ جو حڪم ڏنو ويو هو.

دين کي قائم رکڻ يا اقامتِ دين هڪ ديني اصطلاح آهي ,جيڪا ٻن لفظن (اقامت ۽ دين) مان مرڪب آهي،پهرين هيٺ اسين ان جو مفهوم بيان ڪيون ٿا، پوءِ ان تي تفصيلي بحث ڪيون ٿا:

اقامت جي لفظي معني بيهارڻ،سڌو ڪرڻ،ڪڙوڪرڻ وغيره.اقامت جو لفظ جڏهن ڪنهن سخت، مضبوط ۽ مادي شيء ڏانهن منسوب ڪيو ويندو آهي هي تہ ان جو مطلب هوندو آهي ان شيءَکي بيهارڻ،سڌوۃ درست ڪرڻ جيئن قرآن مجيد ۾ارشاد آهي:يريد ان ينقض فاقامہ.2“ديوار ڪري رهي هئي تہ هُن ان کي سڌو ڪري ورتو.“

جڏهن اقامت جو لفظ ڪنهن معنوي ۽ فڪري شيء ڏانهن منسوب ڪيو ويندو اَهي تہ ان جومفهوم هوندو اآهي ان تي پوري طرح سان عمل درآمد ڪرڻ،ان کي رائج ڪرڻ ۽ ان کي عملي طور تي نافذ ڪرڻ مثال طور جڏهن چيو ويندو آهي تہ فلاڻي شخص پنهنجي حڪومت قائم ڪري ورتي آهي تہ ان جو مطلب اهو هوندو آهي تہ هن ملڪ جي ماڻهن کي پنهنجو فرمانبردار ڪري ورتو آهي ۽ حڪومت جي سڀني شعبن کي هن اهڙي طرح سان منظم ڪيو آهي جو ملڪ جو سارو انتظام ان جي حڪمن موافق هلي ٿو.اهڙي طرح جڏهن اهو چيو ويندو آهي تہ ملڪ ۾عدالتون قائم آهن تہ ان جو مطلب اهو هوندو آهي تہ انصاف ڪرڻ لاءِ جج مقرر آهن، ۽ اهي مقدمن جون ٻڌڻيون ڪري رهيا آهن،۽ فيصلا ڏيئي رهيا آهن ۽ انهن کي عملي طور تي نافذ ڪري رهيا آهن .اهڙي طرح جڏهن قرآن مجيد ۾ نماز کي قائم ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو: واقيموا الصلوة[3] “ ۽ نماز قائم ڪريو” تہ ان جو مطلب اهو ٿيندوتہ نماز لاءِ اهڙو انتظام ڪيو جو مسلمانن ۾ باقائدگي سان نماز رائج ٿي وڃي،مسجدون هجن،جمعي ۽ جماعت جو اهتمام هجي،وقت جي پابندي سان اذانون ڏنيون وڃن،امام ۽ خطيب مقرر هجن ۽ ماڻهن کي وقت تي مسجدن ۾ اچڻ ۽ نماز ادا ڪرڻ جي عادت پئجي وڃي.[4]

**دين جو لفظ عربي لغت ۾ٽن معنائن ۾ استعمال ٿيندو آهي:**

- غلبو،اقتدار،مالڪاڻو ۽ حاڪماڻو تصرف،سياست ۽ حڪمراني ۽ ٻين تي فيصلو نافذ ڪرڻ
- اطاعت،فرمانبرداري ۽ غلامي
- اها عادت ۽ طريقو جنهنجي انسان پيروي ڪري[5]

دين جي لفظي معنيٰ کي سامهون رکندي هاڻي ان جو مطلب ٿيندو ڪنهن جي سرداري ۽ حاڪميت تسليم ڪري ان جي احڪامن جي اطاعت ڪرڻ. جڏهن دين جو لفظ طريقي جي معني ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي ته ان جو مطلب اهو طريقو هوندو آهي جنهن جي پيروي ڪرڻ کي ماڻهو پاڻ تي لازم سمجهندو آهي ۽ جنهنجي مقرر ڪرڻ واري کي پنهنجي لاءِ واجب الاطاعت سمجهندو آهي،ان لحاظ سان الله تعاليٰ جي مقرر ڪيل هن طريقي "دين" جي حيثيت محض سفارش (Recommendation ) ۽ وعظ و نصيحت واري نه آهي بلڪ هي ٻانهن لاءِ سندن مالڪ طرفان واجب الاطاعت قانون آهي. جنهن جي پيروي ڪرڻ مٿن لازم آهي،۽ ان جي پيروي نه ڪرڻ بغاوت آهي. جيڪو شخص خدا جي مقرر ڪيل آئين يعني دين جي پيروي نٿو ڪري در حقيقت اهو خدا جي سيادت ۽ حاڪميت ۽ پنهنجي ٻانهپ جو انڪار ڪري ٿو.[6]

ٻنهي لفظن(اقامت ۽ دين) جي مفهومن کي سامهون رکندي هاڻي اقامتِ دين جو مطلب اهو ٿيندو ته: "اهڙو انتظام ڪيو جو نه صرف دين جو پيغام ماڻهن تائين پهچي ۽ ماڻهو ان کي برحق تسليم ڪن پر تسليم ڪرڻ کان پوءِ ان تي پوري طرح سان عمل به ڪري سگهن ۽ اهو پوري طرح مٿن نافذ ڪيو وڃي ۽ هميشه ان جي مطابق عمل ٿيندو رهي." [7]

## دين ۾ ڪهڙيون شيون داخل آهن؟

دين رڳو چند عقيدن،عبادتن،شادي وِهانءُ ۽ ڄم وفات جي چند رسمن ۽ ڪجهه اخلاقن جي مجموعي جو نالو نه آهي،بلڪ انهن سان گڏوگڏ انسان جي انفرادي زندگي کان وٺي اجتماعي زندگي جي هر شعبي بابت الله تعاليٰ جي طرفان جيڪي هدايتون ڏنيون ويون آهن(جن کي شريعت چيو وڃي ٿو) تن جي مجموعي جو نالو دين آهي.

قرآن مجيد جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو ته هُن نماز،روزي کي به دين چيو آهي[8]،ته حلال ۽ حرام بابت جيڪي احڪام ڏنا اٿس تن کي به دين چيو آهي[9]،ڏوهن جي سزا بابت جيڪي هدايتون ڏنيون اٿس تن لاءِ به دين جو لفظ استعمال ڪيو آهي[10] ته فوجداري قانون لاءِ به دين جو لفظ

استعمال ڪيو آهي". اهڙي طرح جن ڏوهن تي جهنم جي عذاب جي ڌمڪي ڏني وئي آهي جيئن زنا،وياج خوري،مومن جو ناحق قتل،يتيم جو مال کائڻ،ناجائز طريقن سان مال حاصل ڪرڻ وغيره ۽ جن گناهن کي خدا جي عذاب جو باعث قرار ڏنو ويو آهي مثلاً لوطي عمل،ماپ تور ۾ گهٽ وڌائي ۽ جن شين جي حرام هجڻ کي الله تعالي پوري شدت سان بيان ڪيو آهي جيئن ماءُ،ڀيڻ ۽ ٻين محرم عورتن سان نڪاح جي حرمت،شراب جي حرمت،چوري،جوا،ڪوڙي شاهدي وغيره جي حرمت انهن سڀني کان بچڻ به دين آهي.[12]

## ڇا سياسي حڪومت جو قيام به دين جو حصو آهي؟

قرآن مجيد جو ابياس اهوبڌائي ٿو ته هيءَ ڪتاب پنهنجي مڃڻ وارن کي ڪافرن جي رعيت فرض ڪري مغلوب هجڻ واري حيثيت سان مذهبي زندگي گذارڻ وارو پروگرام نه ٿو ڏئي بلڪ هي واضح طورتي پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ چاهي ٿو.پنهنجي پيروڪارن کان اهو مطالبو ڪري ٿو ته هو سچي دين کي فڪري،اخلاقي،تهذيبي ۽ قانوني حيثيت سان غالب ڪرڻ لاءِ پنهنجي جان لڙائن،جيئن ارشاد آهي:

هُوَ الَّذِيْٓ اَرْسَلَ رَسُوْلَهٗ بِالْهُدٰى وَدِيْنِ الْحَقِّ لِيُظْهِرَهٗ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ[13]

"الله پنهنجي رسول کي سڌو رستو ۽ سچو دين ڏيئي ان ڪري موڪليو آهي جيئن هو ان کي باقي سڀني دينن تي غالب ڪري."

ان مان واضح آهي ته قرآن مجيد دين جو غلبو چاهي ٿو ۽ غلبو سواءِ سياسي اقتدار جي ممڪن نه آهي، اهوئي سبب آهي جو الله تعالي هجرت واري رستي ۾نبي ڪريم ﷺ کي جيڪا دعا سيکاري ان ۾ سلطنت ۽ اقتدار کي مددگار بنائڻ واري التجا آهي:

وَقُلْ رَّبِّ اَدْخِلْنِيْ مُدْخَلَ صِدْقٍ وَّ اَخْرِجْنِيْ مُخْرَجَ صِدْقٍ وَّ اجْعَلْ لِّيْ مِنْ لَّدُنْكَ سُلْطٰنًا نَّصِيْرًا[14]

"۽ دعا گهر ته اي پالڻهار! مون کي جتي به تون وٺي وڃين سچائي سان وٺي وڃ،۽ جتان به ڪڍين سچائي سان ڪڍ ۽ پنهنجي طرف کان اقتدار کي منهنجي لاءِ مددگار بڻاءِ."

اقتدار کي مددگار بنائڻ جو مطلب يا ته مون کي اقتدار ۽ سياسي حڪومت عطا ڪر يا ڪنهن حڪومت کي منهنجو مددگار بڻاءِ،جيئن ان جي طاقت جي ذريعي آءُ دنيا جي بگاڙ ۽ خرابي کي درست ڪري سگهان، فحاشين ۽ ڏوهن جي سيلاب کي روڪي سگهان،۽ تنهنجي انصاف واري قانون کي نافذ ڪري سگهان. حضرت حسن بصري ۽ قتاده رضي الله عنهما ان آيت جي اهائي تشريح ڪئي آهي،ابن جرير ۽ ابن ڪثير جهڙن جليل القدر مفسرن به ان ئي تشريح کي اختيار ڪيو آهي.نبي ڪريم ﷺ جو هڪ فرمان به ان جي تائيد ڪري ٿو: ان الله ليزع بالسلطان مالايزع بالقرآن[15]

” الله تعالي حڪومت جي طاقت سان انهن براين جو سد باب ڪري ٿو جن جو سد باب قرآن سان نہ ڪندو آهي.“

حضرت قتاده فرمائن ٿا: مڪي زندگي جي 13 سالا تبليغ، وعظ ۽ نصيحت واري تجربي کان پوءِ نبي ڪريم ﷺ کي يقين ٿي ويو تہ دين جي اشاعت ۽ ان جو غلبو ٻين لفظن ۾ اقامتِ دين سواءِ سياسي اقتدار جي ممڪن نہ آهي، ان ڪري الله تعالي کان سياسي اقتدار جي لاءِ دعا گهريائون،جيئن خدا جي ڪتاب،الله جي مقرر ڪيل حدن (حدود الله) خدا جي مقرر ڪيل فرضن يا ٻين لفظن ۾ اقامت دين جو فرض پورو ڪري سگهي.[16]

اهڙي طرح قرآن مجيد پنهنجي پيروڪارن کي انساني زندگي جي سڌاري لاءِ هڪ اهڙو پروگرام ڏئي ٿو جنهنجي تمام وڏي حصي تي صرف انهيءَ صورت ۾ عمل ٿي سگهي ٿو جڏهن حڪومت مسلمانن جي هٿ ۾ هجي.

قرآن مجيد پنهنجي نازل ڪئي وڃڻ جو مقصد هي ٻڌائي ٿو:

إِنَّآ أَنزَلْنَآ إِلَيْكَ ٱلْكِتَٰبَ بِٱلْحَقِّ لِتَحْكُمَ بَيْنَ ٱلنَّاسِ بِمَآ أَرَىٰكَ ٱللَّهُ[17]

”اي نبي! هيءَ ڪتاب اسان حق سان گڏ توتي نازل ڪيو آهي،جيئن تون ماڻهن جي وچ ۾ فيصلو ان روشني جي مطابق ڪرين جيڪا اسان توکي ڏيکاري آهي“

۽ ظاهر آهي تہ فيصلي ڪرڻ جو مقصد آهي ان تي عمل ڪرائڻ ۽ ان کي نافذ ڪرڻ ۽ فيصلي جو نفاذ سواءِ رياستي قوت جي ممڪن نہ آهي.

هن ڪتاب ۾ زڪوات جي وصولي ۽ تقسيم جا جيڪي احڪام ڏنا ويا آهن اهي صاف طور تي پنهنجي پنيان هڪ اهڙي حڪومت جو تصور رکن ٿا جيڪا هڪ مقرر قاعدي جي مطابق زڪوات وصول ڪري ۽ حقدارن تائين پهچائڻ جي ذميداري کڻي.[18] هن ڪتاب ۾ وياج کي بند ڪرڻ جو جيڪو حڪم ڏنو ويو آهي ۽ وياج خوري جاري رکڻ وارن جي خلاف جيڪو جنگ جو اعلان ڪيو ويو آهي.[19] ان تي صرف ان صورت ۾ عمل ٿي سگهي ٿو جڏهن ملڪ جو سياسي ۽ معاشي نظام پوري طرح اهل ايمان جي هٿ ۾ هجي.هن ڪتاب ۾ قاتل کان قصاص وٺڻ جو حڪم20، چوري تي هٿ ڪاٽڻ جو حڪم،زنا ۽ زنا جي ڪوڙي تهمت تي سزا جاري ڪرڻ جو جيڪو حڪم[21] ڏنو ويو آهي. ان تي تڏهن عمل ٿي سگهي ٿو جڏهن مسلمانن وٽ قوت نافذه (سياسي اقتدار) هجي.هن ڪتاب ۾ اسلام جي مخالفن سان جيڪو جنگ جو حڪم[22] ڏنو ويو آهي اهو هن مفروضي تحت نہ ڏنو ويو آهي تہ هن دين جا پيروڪار ڪافرن جي حڪومت ۾ فوج ڀرتي ڪري هن حڪم جي تعميل ڪندا.اهڙي طرح هن ڪتاب ۾ اهل ڪتاب کان جزيي(ٽيڪس) وٺڻ جو حڪم[23] هن مفروضي تي نہ ڏنو ويو آهي تہ مسلمان

ڪافرن جي رعيت هوندي انهن کان جزيو وصول ڪندا ۽ انهن جي حفاظت جي ذميداري کڻندا. اهڙي طرح نبي ڪريم ﷺ پنهنجي 23 سالا نبوت واري زندگي ۾ تبليغ ۽ تلوار ٻنهي جي ذريعي پوري عرب کي پنهنجي ماتحت ڪري ان تي مڪمل حڪومت جو نظام هڪ مفصل شريعت سان قائم ڪيو جيڪو عقيدن ۽ عبادتن کان وٺي شخصي ڪردار،اجتماعي اخلاق،تهذيب ۽ تمدن،معيشت ۽ معاشرت، سياست ۽ عدالت،صلح ۽ جنگ تائين زندگي جي سڀني پهلوئن تي حاوي هو.ان مان صاف ظاهر آهي ته سياسي حڪومت جو قيام به اقامت دين جو حصو آهي،بلڪ سياسي حڪومت ۽ اقتدار کان سواءِ دين جي هڪ تمام وڏي حصي تي عمل ڪرڻ ممڪن ئي نه آهي.[24]

## اقامتِ دين هڪ اهم ذميداري:

اقامتِ دين هڪ تمام وڏي ذميداري آهي جنهن کي کڻڻ لاءِ الله تعاليٰ پنهنجي سڄي مخلوق کي حڪم ڏنو ليڪن سواءِ انسان جي ٻيا سڀ ان ذميداري کڻڻ کان عاجز رهيا, قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

اِنَّا عَرَضْنَا الْاَمَانَةَ عَلَى السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَالْجِبَالِ فَاَبَيْنَ اَنْ يَّحْمِلْنَهَا وَاَشْفَقْنَ مِنْهَا وَحَمَلَهَا الْاِنْسَانُ[25]

''اسان هي امانت (اقامت دين جي ذميداري) آسمانن, زمين ۽ جبلن جي سامهون پيش ڪئي ليڪن انهن ان جي بار کڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ ان کان ڊڄي ويا مگر انسان اها ذميداري کنئي''

انهي ڪري الله تعاليٰ نبي پاڪ ﷺ کي فرمايو:

اِنَّا سَنُلْقِيْ عَلَيْكَ قَوْلًا ثَقِيْلًا ۝[26]

''اسان توتي هڪ ڳري ڳالهه جو وزن رکڻ وارا آهيون -''

۽ ان وزن جي وضاحت هن آيت ۾ فرمايائون: قم فانذر[27]"اٿ ۽ ماڻهن کي ڊيڄار(باخبر ڪر)"

قم فانذر, ظاهري طور تي ٻه لفظ آهن مگر قرآني اصطلاح ۾ ان جي مفهوم جون حدون تمام گهڻيون وسيع آهن ۽ اهي اتي وڃي پهچن ٿيون جتي نبوت جا فرض پورا ٿين ٿا, لهذا ان مان مراد پوري دين جي تبليغ ۽ ان جي اقامت آهي-

## اقامتِ دين جو نبوي طريقو:

ڏسڻو اهو آهي ته نبي ڪريم ﷺ اقامتِ دين جي حوالي سان ڪهڙيون ڪوششون ورتيون ۽ ڪهڙي طريقي سان دين کي قائم ڪيوجيئن سندس پيروڪار ان طريقي جي پيروي ڪري اقامتِ دين جي فرض کي پورو ڪري سگهن.

اقامتِ دين جي سلسلي ۾ نبي پاڪ ﷺ جي ڪوشش کي بنيادي طورتي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو :

1. مڪي زندگي ----- تقريباً ۱۳سال.
2. مدني زندگي -----تقريباً ۱۰سال-

## مڪي زندگي:

مڪي دور جو بنياد فرد جي عقيدي،سوچ، فڪر ۽ اخلاق جي اصلاح ڪرڻ هوان ڪري مڪي سورتن ۾ بار بار عقيدي ۽ اخلاق جي تعليم کي ورجايو ويو آهي،اهوئي سبب هو جو جڏهن روم جي بادشاه هرقل ابوسفيان ؓ کان نبي پاڪ ﷺ جي تعليم جي باري ۾ پڇيو هو ته ابوسفيان ؓ ان جي جواب ۾ چيو هو:

''هو چوي ٿو ته هڪ الله جي عبادت ڪريو ۽ ان سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪريو ابن ڏاڏن جي (شرڪ وارن)ڳالهين کي ڇڏي ڏيو۽ هو اسان کي نماز پڙهڻ، خيرات ڪرڻ، پاڪدامن رهڻ ۽ صلئہ رحمي جو حڪم ڏئي ٿو''[28]

ان جو مطلب ته اقامتِ دين جي حوالي سان وعظ ۽ نصيحت،تعليم ۽ تبليغ جي ذريعي ماڻهن جي ذهن سازي ڪرڻ انتهائي ضروري آهي ۽ ان کي ابتدائي ۽ بنيادي حيثيت حاصل آهي ۽ اقامتِ دين ۾ پهريون قدم اهوئي آهي.

۽ هيءَ به دنيا جو دستور رهيو آهي ته هر تحريڪ پهرين مرحلي ۾ ڪيترين ئي مشڪلاتن جو شڪار رهي آهي،ڇوته ماڻهو سوچ ۽ عمل جي هڪ رخ ۾ هلي رهيا هوندا آهن.جڏهن انهن کي ان رُخ کان موڙيو ته ڪي ته بلڪل ان رُخ کان مُڙڻ لاءِ تيار ئي نه ٿيندا،ته ڪي نئين تحريڪ کي شڪ ۽ شبهي جي نگاه سان ڏسندا، ته ڪي ڏسو ۽ انتظار ڪيو جي پاليسي اختيار ڪندا،۽ ڪي ته وري بلڪل مرڻ ۽ مارڻ لاءِ تيار ٿي ويندا.اهڙي صورتحال ۾اها تحريڪ تڏهن ئي ڪامياب ٿي سگهي ٿي جڏهن ان تحريڪ جي محرڪ کي پنهنجي تحريڪ جي ڪاميابي جو يقين هجي،۽ ان سان گڏوگڏ پنهنجي مشن کي ڪامياب بنائڻ لاءِ لاڳيتو جدوجهد ۾ مصروف هجي ۽ ان راه ۾ ايندڙ هر ڏک ڏولائي ،رنج ۽ اذيت کي خنده پيشاني سان برداشت ڪرڻ جي صلاحيت به رکندو هجي. اهوئي سبب آهي جو نبي ڪريم ﷺ کي به انهن مرحلن مان گذرڻو پيو.

ٽن سالن تائين پاڻ سڳورن ﷺ ڳجهي نموني دين جو پيغام پهچايو. حضرت خديجہ بنت خويلد ،حضرت ابوبڪر صديق، حضرت علي۽ حضرت زيد بن حارثہ وغيره جهڙا جان نثار ان دور ۾ اسلام جي حلقي ۾ داخل ٿيا.[29]

نبوت جي چوٿين سال، ظاهر ظهور دين جي تبليغ ڪرڻ جوحڪم مليو ۽ مٽن مائٽن کان ان جي شروعات ڪرڻ جو حڪم ڏنوويو:

وَ اَنۡذِرۡ عَشِيۡرَتَكَ الۡاَقۡرَبِيۡنَ ۙ﴿۲۱۴﴾[30]

"پنهنجن ويجهن مائٽن کي (خدا جي عذاب کان) ڊيڄار"

اتان کان اقامتِ دين جي انهن ڪوشش جي شروعات ٿي جن کان پوءِ پاڻ ڪريمن ﷺ کي تڪليفن کي منهن ڏيڻو پيو پر پاڻ سڳورا ﷺ هڪ مضبوط ڏونگر بڻجي حالتن جو مقابلو ڪندا رهيا، ڪابه ڌمڪي يا لالچ ڪيس اقامتِ دين جي فريضي کان هڪ قدم به پوئتي هٽائي نه سگهي.

نبوت جي ستين سال کان نبوت جي ڏهين سال تائين مڪي وارن پاڻ سڳورن ﷺ سان سوشل بائيڪاٽ ڪيو. ٽي سال پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي خاندان سميت شعبِ ابي طالب ۾ قيد رهيا، ليڪن پنهنجي طريقي تي اٽل رهيا.[31]

مڪي جي مشرڪن پاڻ سڳورن ﷺ کي اقامتِ دين جي فريضي کان روڪڻ لاءِ هر حيلو هلايو، ان سلسلي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي چاچي ابو طالب تي تمام گهڻو زور ڀريائون، آخر هڪ دفعي حضرت ابو طالب پاڻ ڪريمن ﷺ کي مفاهمت ڪرڻ لاءِ چيو ته پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو ته: جيڪڏهن منهنجي هڪ هٿ تي سج ۽ ٻئي تي چنڊ رکيو وڃي تڏهن به آءٌ پنهنجي مشن کي ايستائين نه ڇڏيندس جيستائين الله ان کي غالب ڪري يا آءٌ هن راه ۾ فنا ٿي وڃان.[32]

جنهن استقامت جي پاڻ ڪريم ﷺ جن ٻين کي تعليم پئي ڏني، سڀ کان پهرين پاڻ ان تي عمل ڪري ڏيکاريائون-اهو ئي سبب هو جو سندن ٻن ساٿين حضرت ياسر ۽ سميه کي شهيد ڪيو ويو، حضرت بلال، خباب، خبيب ۽ ٻين کي طرح طرح جون تڪليفون ڏنيون ويون، پر اهي پنهنجي قائد وانگر ثابت قدم رهيا-33 نبوت جي ڏهين سال سندن به همدرد ابوطالب ۽ بيبي خديجه فوت ٿي ويا-34نبوت جي يارهين سال کان تيرهين سال تائين مڪي وارن کي ڇڏي ٻاهرين ماڻهن کي دعوت ڏيڻ شروع ڪيائون-مڪي وارن جي سخت مخالفت ۽ اقامتِ دين جي رستي ۾ رنڊڪن وجهڻ جي باوجود دين وڌندو ويو ۽ ڦهيلبو ويو ۽ هوڏانهن الله تعاليٰ مديني جي سرزمين کي اقامتِ دين جي لاء منتخب ڪيو ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ کي اوڏانهن هجرت جو حڪم ڏنو:

فَاِنَّ اللّٰهَ هُوَ مَوۡلٰىهُ وَ جِبۡرِيۡلُ وَ صَالِحُ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ ۚ وَ الۡمَلٰٓئِكَةُ بَعۡدَ ذٰلِكَ ظَهِيۡرٌ ﴿۴﴾[35]

"الله تعاليٰ پاڻ ڪريمن ﷺ جو مددگار آهي ۽ جبريل ۽ صالح مومن ۽ ان کان بعد فرشتا"

## مدني زندگي:

مديني طيبه ۾ اقامتِ دين جي سلسلي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ طرفان هن طرح جون ڪوششون ڪيون ويون:

(i) سماجي ۽ اجتماعي نوعيت جون ڪوششون, جيئن مهاجرن ۽ انصارن ۾ مواخات,اوس ۽ خزرج جا اختلاف ختم ڪرائڻ ۽ ميثاقِ مدينہ ڪرائڻ وغيره-

(ii) اسلامي رياست مضبوط بنيادن تي قائم ڪئي وئي -

(iii) سياسي,سماجي,معاشي ۽ اخلاقي قانون مرتب ڪيا ويا ۽ ماڻهن کي انهن تي عمل ڪرڻ جي تربيت ڏني وئي ۽ جهاد جي فضيلت,اهميت ۽ جهاد جي صحيح تصور کي اجاگر ڪيو ويو-

(v) مختلف علائقن ۾ صلح لاء وفد موڪليا ويا ۽ انهن کي اسلام جي حلقي ۾ آندو ويو-

(vi) مختلف حڪمرانن ڏانهن خط لکيا ويا ۽ سندن ئي رياستن ۾دين قائم ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو-

(vii) صلح حديبيہ جي صورت ۾ اقامتِ دين جي هڪ ڪامياب ڪوشش ڪئي وئي-

صلح حديبيہ,جنهن کي مڪي وارن پنهنجي فتح پئي سمجهيو ۽ مسلمانن جي شڪست پئي سمجهيائون حقيقت ۾ اهو بلڪل انهن جي اميدن جي ابتڙ ثابت ٿيو-

صلح حديبيہ ۾ نبي پاڪﷺ طرفان هي شِق قبول ڪرڻ تہ جيڪو بہ مسلمان مڪي مان ڀڄي ڪري اسان وٽ مديني ۾ ايندو تہ اهو اسان اوهان مڪي وارن کي واپس ڪنداسين, مڪي وارن ڪافرن لاء ڪاپاري ڌڪ ثابت ٿيو-ابو جندلﷺ انهي شِق تحت واپس وڃي ڪري ڪافرن جي قيد ۾ سيني قيدين کي مسلمان ڪري ڇڏيو-36

صلح حديبيہ جو اهو شِق تہ جيڪو بہ هن معاهدي جي خلاف ورزي ڪندو تہ ٻي ڌر کي ان تي حملي ڪرڻ جو حق هوندو ۽ ان معاهدي کي ٻن سالن جي اندر خود مڪي وارن ٽوڙيو نتيجي ۾ نبي پاڪ ﷺ انهن تي حملو ڪري مڪوپاڪ فتح ڪيو- ۽ هر طرف الله اڪبر جو نعرو بلند ٿيو-[37]

پاڻ سڳورن ﷺ مدني زندگي ۾ ڏوهن جي سزائن(قصاص,حدود ۽ تعزيرات) کي بنا فرق جي نافذ ڪيو جنهن ڪري مدينہ طيبہ جي رياست امن و امان جي حوالي سان هڪ مثالي رياست بڻجي وئي.[38]

اسلامي رياست جي شهرين کي تعليم يافتہ بنائڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪيائون.حضرت عبدالله بن سعيد ۽ عباده بن صامت رضي الله عنهما کي اصحابِ صفہ کي لکڻ پڙهڻ سيکارڻ لاءِ مقرر ڪيائون,مسجدِ نبوي ۾تعليمي حلقا ناهي ويهڻ جو رواج پاڻ سڳورنﷺ جي سامهون ئي

پيو.حضرت زيد بن ثابت انصاري کي سرياني ۽ عبراني زبانن سکڻ جو حڪم ڪيائون.عروه بن مسعود ۽ غيلان بن مسلم رضي الله عنهما کي ان وقت جي جديد اسلحي ٽينڪ ۽ منجنيڪ جي ٽيڪنالاجي سکڻ لاءِ يمن موڪليائون.جمعي ۽ عيدين جي گڏيل خطبن کان علاوه عورتن لاءِ مردن کان الڳ تعليم جو بندوبست ڪيائون.ڪجهہ عورتن کي ٻين عورتن کي تعليم ڏيڻ لاءِ هدايت فرمايائون.[39]

مطلب تہ پاڻ سڳورنﷺ هڪ جامع حڪمت عملي تحت سياسي،سفارتي، سماجي،معاشي،تعليمي،جنگي ۽ ٽيڪنيڪي ميدانن ۾ سڌارا آندا ۽ زندگي جي هرشعبي ۾ دين جي هدايتن مطابق عمل ڪيائون ۽ اقامتِ دين جو هڪ بهترين نمونو ۽ مثال قائم ڪيائون. اقامتِ دين جي فرض ۽ هن دعوت جي ڪاميابي تي تبصرو ڪندي علامہ صفي الرحمن مبارڪپوري لکن ٿا:"هن فرض جي ادائگي ۾ پاڻ ڪريمنﷺ کي ڪوبہ هڪ معاملو پيش آيو کان غافل نہ ڪري سگهيو. ايتري قدر جواسلام جي دعوت ايڏي وڏي پيماني تي ڪامياب ٿي جو عقل دنگ رهجي ويا. سڄوعرب جو جزيرو پاڻ ڪريمن ﷺجي ماتحت ٿي ويو.ان جي اُفق مان جاهليت واري ڌوڙ ڇٽي وئي- بيمار عقل ٺيڪ ٿي ويا. جزيره عرب ۾ نہ رڳو بتن جي عبادت کي ڇڏيو ويو پرانهن کي ڀڃي ڀورا ڀورا ڪيو ويو- توحيد جي اوازن سان فضا گونجڻ لڳي-جديد ايمان مان زندگي ونندڙ صحرا جو شبستان اَذانن جي آواز سان گونجڻ لڳو ۽ ان جي گهراين کي الله اڪبر جون صدائون چيرڻ لڳيون-قاري قرآن مجيد جي آيتن جي تلاوت ڪندي ۽ الله جا احڪام قائم ڪندي اتر ۽ ڏکڻ ( هر طرف) ڦهيلجي ويا-انسان ٻانهن جي ٻانهپ مان نڪري خدا جي ٻانهپ ۾ داخل ٿي ويا-پاڻ ۾ ڀاءُ ڀاءُ بڻجي ويا-هڪ ٻئي سان محبت ڪرڻ لڳا- الله جا احڪام بجا آڻڻ لڳا-عربي کي عجمي تي ۽ عجمي کي عربي تي ڪا فوقيت نہ رهي- سڀ ماڻهو آدم جو اولاد ۽ آدم مٽي مان پيدا ٿيو هو جي عملي تصوير بڻجي ويا-مطلب تہ زماني جي رفتار بدلجي وئي، زميني مٿاڇرو مٽجي ويو. تاريخ جي وهڪري جو رخ بدلجي ويو ۽ سوچڻ جا انداز بدلجي ويا "[40]

## خلاصو:

اقامت دين جو مطلب خدا جي موڪليل نظام(دين) کي الله جي ڌرتي تي مڪمل طور تي نافذ ڪرڻ آهي،۽ ان جي نفاذ لاءِ ٻن شين جي ضرورت آهي: هڪ دعوت ۽ تبليغ ۽ ٻي رياست ۽ اقتدار.اسلامي رياست چاهڻ يا ان لاءِ جدو جهد ڪرڻ خود دين اسلام جي تقاضا آهي،اسلامي رياست جي قيام لاءِ ڪوشش نہ ڪرڻ يا ان جي مخالفت ڪرڻ دين کي ڪمزور ڪرڻ جي ڪوشش آهي .اسلامي رياست کان سواءِ دين جي هڪ وڏي حصي تي عمل ڪرڻ ممڪن ئي نہ

آهي.نبي ڪريم ﷺ دعوت ۽ تبليغ کان بہ ڪم ورتو تہ اسلامي رياست بہ قائم ڪئي.جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ اسلامي رياست قائم ڪري الله جي احڪامن کي نافذ ڪيو تہ جزيره عرب ۾ امن قائم ٿي ويو.صدين کان جيڪي ماڻهو پاڻ ۾ جهيڙيندا اچن پيا تن ۾ محبتون قائم ٿي ويون. سياسي،سماجي ۽ معاشي انصاف ماڻهن کي مليو.ڪنهن عربي کي عجمي تي ۽ عجمي کي عربي تي ڪافوقيت نہ رهي. ڪاري ۽ گوري جا فرق ۽ امتياز متجي ويا ،سڀ ماڻهو پاڻ ۾ ڀاءُ ڀاءُ ٿي رهڻ لڳا.۽ اسلام دنيا ۾ هڪ ڪامياب دين ۽ مسلمان هڪ غالب قوت جي طور تي سامهون آيا.اڄ ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ اقامت دين جي فريضي کي سنت نبوي جي روشني ۾ ادا ڪيو وڃي تہ ملڪ ۾ امن و امان بہ قائم ٿي سگهي ٿو.تہ ملڪ ۾ خوشحالي بہ اچي سگهي ٿي تہ سياسي،سماجي،۽ معاشي انصاف بہ ٿي سگهي ٿو ۽ بين الاقوامي دنيا ۾ مسلمان عزت ۽ وقار سان بہ زندگي گذاري سگهن ٿا.

## حوالا ۽ حواشي

[1] سورة شوري آيت 13

[2] الڪهف: 77

[3] سورة البقره ،آيت 43

[4] مودودي سيد ابو الاعلي،تفهيم القرآن،اداره ترجمان القرآن لاهور،2012ع طبع 6،ج 4،ص488

[5] آفريقي ابن منظور محمد بن مڪرم، لسان العرب،بيروت،دار الصادر 1968ع. طبع سوم ، ماده دين

[6] مودودي،تفهيم القرآن،ج 4،ص488

[7] ايضاً

[8] سورة البينہ،آيت 5

[9] سورة المائده آيت 3، سورة توبہ آيت 29

[10] سورة النور،آيت 2

[11] سورة يوسف آيت 76

[12] مودودي سيد ابو الاعلي،تفهيم القرآن،،ج 4،ص488 کان 490 جو خلاصو

[13] سورة الفتح آيت 28

[14] سورة بني اسرائيل ،آيت 80

[15] ابن ڪثير ابو الفداء اسماعيل،تفسير القرآن العظيم،مطبعة الاستقامة قاهره،1956ع طبع 4،ج3،ص58. 59

[16] ايضاً

[17] سورة النساء آيت 105

[18] ڏسو سورة توبہ آيت 60 ۽ 103

[19] ڏسو سورة بقره آيت 275.279

[20] سورة بقره آيت 178

[21] سورة نور آيت 2.4

[22]سورة بقره آيت 190. 216
[23]سورة توبہ آيت 29
[24]مودودي،تفهيم القرآن ج4 ،ص 487 کان 492 جو نچوڙ
[25]سوره احزاب،آيت ٤٢
[26]سورةمزمل،آيت ۵
[27]سورة مدثر، آيت٢
[28]ابو عبد الله محمد بن اسماعيل بخاري، صحيح بخاري،رياض مڪتبہ دارالسلام،1999،طبع 2،باب بدء الوحي ص 3،حديث 7
[29]مبارڪپوري صفي الرحمان،الرحيق المختوم،مطبع زاهد بشير پرنٽرز لاهور،ناشر مڪتبہ سلفيہ،سن اشاعت2003ع،ص 108
[30]سورة الشعراء آيت ٢١۴
[31]مبارڪپوري،الرحيق المختوم ،ص 158
[32]ايضاً ص 128
[33]شبلي نعماني،سيرت النبي،ڪراچي دارالاشاعت، 1985ع،طبع اول،جلد 1،ص140
[34]منصورپوري قاضي محمد سيلمان،رحمة للعالمين،ڪراچي دارالاشاعت،2003ع،جلد 1 ص62
[35]سورة تحريم،آيت۴
[36]منصورپوري،رحمة للعالمين جلد اول ص 185
[37]شبلي نعماني،سيرت النبي جلد 1 ص294
[38]پروفيسر ڊاڪٽر عبد الرئوف ظفر ۽ ڊاڪٽر ميمونہ تبسم،مضمون"داخلي امن اور نفاذ حدود سيرت النبي کي روشني مين،تاريخي تحقيقي مطالعہ"،مطبوعہ رسرچ جرنل "القلم" ڊسمبر 2012ع،ج 17،شماره 2،شعبہ علوم اسلاميہ،جامعہ پنجاب،لاهور.ص 222
[39]ايضاً ص 216
[40]مبارڪپوري، الرحيق المختوم ص 612.613